Muhammad Usman deeplais novel

SANGHAR

Reviewed by Ghulam Muhammad Grami

Quarterly Mehran, Sindhi Magazine,

سانگهڙ ناول محمد عثمان ڏيپلائي تبصرو غلام محمد گرامي

ٽماهي مهراڻ 1963ع نمبر ٽيون ۽ چوٿون

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/mehran/Book70/Book_page19.html

سانگهڙ (ناول): مصنف محمد عثمان ڏيپلائي، صفحا ساڍا ڇهه سؤ، ڊيمي سائيز، پڪي جلد ۽ ٽرنگي پوش سان؛ قيمت ڏهه رپيا؛ ملڻ جو هنڌ اسلاميه دارالاشاعت، الهندو ڪچو، حيدرآباد سنڌ .

سنڌ جي ڪهنه مشق ۽ باحوصله اديب محترم محمد عثمان ڏيپلائيءَ، پنهنجين فنڪارانه صلاحيتن جو شاهڪار ”سانگهڙ“ ناول پيش ڪري، سنڌي ادب ۾ مفيد اضافو ڪيو آهي.

”سانگهڙ“ بظاهر ته هڪ اوريجنل ناول آهي، پر ان جي اها تعريف اڃا ناقص آهي. ”سانگهڙ“ سنڌ جي انقلاب پسند ۽ عوامي تحريڪ جي انقلاب آفرين، ايمان پرور، روح افروز ۽ مجاهدانه ڪارگذارين جو رنگين ۽ دلنشين مرقعو آهي.

”سانگهڙ“ محترم ڏيپلائيءَ جو هڪ فني ۽ تخليقي ڪارنامو چئي سگهجي ٿو، جنهن جي مطالعي ڪان پوءِ، نه فقط ان فن جي غايت ۽ مقصد جو پتو پوي ٿو، بلڪ ان سان گڏ سنڌ جي مختلف النوع تحريڪن جي ڪارنامن کي منضبط ڪرڻ جو سليقو به پيدا ٿئي ٿو. اگر ڏيپلائي صاحب پنهنجيءَ پوريءَ ڄمار ۾ اهو هڪ ناول ئي لکي ها، ته پوءِ به رڳو اهو شاهڪار ئي سنڌي ادب ۽ سنڌ جي تهذيبي تاريخ کي امر رکڻ لاءِ ڪافي هو، ۽ ان سان گڏ اهو مؤلف کي به زنده جاودان بنائي ڇڏي ها!

”سانگهڙ“ ناول پنهنجي موضوع ۽ مواد جي تنوع جي حيثيت سان ايترو برجستو ۽ پختو آهي، جنهن جو مثال اسان کي اردوءَ ۾ به نه ملي سگهيو آهي. زبان جي رنگيني ۽ انداز بيان جي دلنشيني هن ناول جي اهم خصوصيتن مان هڪ آهي.

هن ناول ۾ اگرچ بظاهر حضرت شهيد پير سائين پاڳاري جي بلند مرتبه شخصيت ۽ سندن انقلاب انگيز نظريه حيات جو خاڪو موجود آهي، پر اصل ۾ ان دوُر جي سامراج ۽ استبداد سان سنڌ جي ايثارپسند ۽ مجاهدانه طبقي يعني حُرن جي باهمي آويزش جو خونچڪان، درد انگيز ۽ روح پرور داستان آهي.

حُر تحريڪ نه فقط پنهنجي مقصد جي بلنديءَ جي حيثيت سان برصغير هند- پاڪ جي تاريخ ۾ هڪ ولوله انگيز دوُر تي مشتمل آهي، پر ان سان گڏ بين الاقوامي مقبوليت ۽ شهرت جي پڻ حامل آهي. ان تحريڪ جنهن قسم جا مجاهد، سورهيه، سورما ۽ جوڌا جوان پيش ڪيا، تنهن جو مثال گهٽ ملي سگهيو آهي. انهن مجاهدن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري، ايثار ۽ قرباني، جوانمردي ۽ اولوالعزميءَ جو مثال يورپ ۾ فقط نازي تحريڪ ۾ ملي سگهي ٿو. فرق فقط اهو آهي ته نازي تحريڪ مظلوم ۽ آزاد، مختار ۽ بيگناهه ننڍين ملڪن کي ختم ڪرڻ لاءِ چنگيز ۽ هلاڪوءَ جو پارٽ ادا ڪيو ۽ عالم انسانيت لاءِ ظلم ۽ تشدد کي جائز رکيو، ۽ فقط جرمن قوم جي تفاخر ۽ تڪبر جي آسودگيءَ لاءِ عالمي جنگ جي آگ لڳائي. ان جي برعڪس، حر تحريڪ انگريزن جي استبداد ۽ سامراج جي جارحانه قدم جي خلاف مجاهدانه ۽ دفاعي تحريڪ هئي، جنهن جو مقصد هو سامراج جي وڏنڊڙ استبداد کي ختم ڪرڻ، ۽ ان سان گڏ سنڌ ۽ برصغير هند- پاڪ ۾ سندن مڪر ۽ فريب واريءَ سياسي چال کي پاش پاش ڪرڻ. ان سلسلي ۾ حرن جنهن جوانمرديءَ سان سامراج جي سامهون سينو تاڻي مقابلو ڪيو آهي، اهو ولوله انگيز داستان آهي، ۽ سؤ في صدي صحيح حقيقت آهي. هن خونچڪان ۽

مجاهدانه آويزش ۽ معرڪه آرا مومنانه ڪشمڪش ۾ ڪنهن به خارجي رنگ آميزيءَ جي ضرورت نه آهي. هن داستان جا ڪردار اڄي ئي پنهنجي جاءِ تي فني حيثيت سان مڪمل طور هڪيا تڪيا موجود آهن. هي طويل داستان، سيد احمد شهيد ۽ سيد اسماعيل شهيد جي مجاهدانه تحريڪ جي خاتمي کان شروع ٿي، انگريزن جي خاتمي تائين، مسلسل نموني ۾ فني مرحلن کي طي ڪندي، موجوده دؤر تائين پهچي ٿو.

حر تحريڪ اوائل ۾ هڪ خالص مذهبي ۽ فقيرانه تحريڪ هئي. امن پسند ۽ صلح ڪل فقراءَ جي تحريڪ هئي، جن جو طريقه عاليه قادريه، کين اوراد ۽ وظائف، اشغال ۽ اذڪار تائين محدود رکندو ٿي آيو. منهيات کان اجتناب ۽ شرعي احڪام جي پيروي، هن تحريڪ جي مقصدن ۾ شامل هئا، حتيٰڪ (ايستائين جو) تماڪ جي واپرائڻ تائين کين منع هئي. سڀ فقراءَ پنهنجي پورهيئي ۾ مشغول رهندا هئا، ۽ ان کان پوءِ ياد خدا ۾ مصروف. منجهن وڏا وڏا عالم ۽ عابد، زاهد ۽ خدا دوست بزرگ پڻ ٿي گذريا آهن، جن جي مجاهدانه ۽ مومنانه زندگي صحابه ڪرام جي اسوه ۽ عمل جو نقش ثاني هئي. سندن ابتدائي دؤر تزڪيه نفس تائين محدود هو. سندن زندگيءَ جو پورو نقش ’لطيف‘ جي هن بيت ۾ مضمر آهي:

ڏينهان ڏورن ڏ ُٿ سين، راتيون ڪن رهاڻ،
عمر تنين ڪاڻ، منهنجو روح رڙيون ڪري.

حرن جو اوائلي دوُر فقيريءَ ۽ درويشيءَ جوعظيم مثال آهي. صوم و صلوات جي پابندي ۽ ذڪر ۽ اشغال جي همه گير خصوصيت، اصل ۾ هن تحريڪ ۾ روحاني قوت، اخلاقي معيار ۽ اصول پرستيءَ جا صحتمند جوهر پيدا ڪري ڇڏيا. انهن خصوصيتن جي حامل تحريڪ جڏهن انگريزن جي مقابلي ۾ آئي، تڏهن، سرفروشيءَ ۽ صداقت شعاريءَ جو اهڙو مثال قائم ڪيائين، جنهن جو مثال ڪنهن به مادي تحريڪ ۾ موجود نه آهي. انگريزن ۽ انهن جي سازشي گروهن جي سرڪوبي جنهن مجاهدانه انداز ۾ حرن ڪئي، ان جو نظير نه ترڪن جي آويزش ۾ آهي، نه مصر جي جهاد ۾، ۽ نه برصغير هند-پاڪ جي سياسي تحريڪن ۾. هيءَ تحريڪ
” هڻ پالا وڙهه پاڪرين آڏي ڍال ۾َ ڍار“
جي مصداق هئي. تزڪيه نفس منجهن آخرت طلبيءَ جو جذبو پيدا ڪيو، ۽ شوق شهادت کين گولين ۽ ڦاسين جي سامهون مردانه وار مقابلي لاءِ تيار رکيو. جنهن دوُر ۾ هن ملڪ جون سياسي تحريڪون اجا بائڪاٽ ۽ عدم تعاون، اهنسا ۽ نان- ڪوآپريشن تائين مس پهتيون هيون، فقط حر

تحريڪ ئي آهي، جا مردانه وار ۽ مجاهدانه شان سان ميدان ۾ آئي، ۽ استبداد پنجهء فولاد کي مروڙي رکيائين. سچ ته ائين آهي ته حر تحريڪ ئي انگريزن جي مستبد سامراج جا پير اکوڙي ڇڏيا.

حر تحريڪ جي اوائلي دؤر ۾ جتي سندن مرشد ۽ برگزيده روزگار رهنما پنهنجي غيور ۽ جسور، مجاهدانه ۽ مومنانه عمل ۽ ڪردار جو بيمثال مظاهرو ڪيو آهي، اتي تحريڪ جي ٻڍن، ٻارن، زالن ۽ پوڙهين عورتن به نڪ کي مَر نه لائڻ ڏني: فدائيت ۽ جوانمرديءَ جا اهڙا ته ولوله انگيز واقعا رونما ڪيائون، جن کي ڏسي ۽ ٻڌي لونءَ ڪانڊارجيو وڃي گولين جي برسات، هوائي جهازن جي بمباري، چُغلن ۽ وطن دشمنن جي فتنه انگيز چال، انگريزن جي جنگجويانه پاليسي، قيد و بند جون مشڪلاتون _ الغرض هر محاذ تي حرن پنهنجي غيرت جو مظاهرو ڪيو ۽ استبداد جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيائيون. ان سلسلي ۾ هنگامي ۽ افراتفريءَ واري دؤر ۾ سُڪن سان گڏ آلا به سڙيا. ڪيترن غيرجانبدار ماڻهن کي ماريو ويو ۽ ڪافي مالي نقصان پڻ ڪيو ويو. ڪيترا اٽسهائيندڙ واقعا پڻ رونما ٿيا، جي هن تحريڪ لاءِ بيشڪ تاريڪ پهلوء رکن ٿا.

ان دؤر ۾ ڪين باغي ۽ غدار سڏيو ويو، وطن دشمن به چيو ويو، رهزن ۽ فساد انگيز به ڪوٺيو ويو، پر حرن پنهنجي ڪردار سان پاڻ کي مجاهد ۽ وطن دوست ئي ثابت ڪيو. انگريزن ۽ سندن هم پياله وهم نواله ماڻهن جي تشدد ۽ ظالمانه ڪارگذارين جي مقابلي ۾، جنهن صبر ۽ استقلال سان حرن مقابلو ڪيو اهو هڪ مثالي ڪارنامو آهي.

انگريزن کي اصل ۾ اهو شبهو ويهي ويو هو ته پير صاحب پاڳارو ۽ سندس جماعت، اڳتي هلي، هندستان کي پنهنجي قبضي ۾ آڻيندا. ايتريقدر جو بمبئيءَ مان شايع ٿيندڙ انگريزي اخبار ” بلز“ Blitz, Bombay ۾ هڪ غير جانبدار انگريز آفيسر جو هڪ مضمون شايع ٿيو آهي، جو پير صاحب جي شهادت وقت هڪ ممتاز عهدي تي فائز هو. اهو لکي ٿو ته انگريزن کي غلط فهمي ٿي، ۽ هنن هڪ بيگناهه ۽ عظيم شخصيت کي شهيد ڪيو، چالاءِ ته کين ڪنهن نجوميءَ ڪن ۾ ڦوڪ ڏني هئي ته هڪ سنڌي مسلمان سندن نظام حڪومت کي ختم ڪندو. هو لکي ٿو:
”مون کي معلوم آهي ته اولهه هندستان جي هڪ نجوميءَ پيشنگوئي ڪئي هئي ته سنڌ ۾ هڪ مسلمان پيدا ٿيندو، جو سنڌ جي حڪومت انگريزن کان واپس وٺندو. انگريزن اندازو لڳايو ته اهو پير صاحب پاڳارو ئي آهي، جو سنڌ جو حاڪم ٿيندو. ان ڪري، کيس شهيد ڪرائي، لِڪَ

ڪيائون. حقيقت ۾ اها سندن غلطي هئي انگريزن سچ پچ هڪ بيگناهه انسان کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو. اصل ۾ اهو سنڌي مسلمان محمد علي جناح هو، جنهن انگريزن کي شڪست ڏني. (” بلز“ ، ڊسمبر 1948)

بهرحال، آزاديءَ لاءِ حرن نه فقط ميدان هموار ڪيو، پر ملڪ ۾ همه گير جهاد ۽ جدوجهد جي تحريڪ به پائدار ڪئي.

حرن جي تحريڪ متعلق محققانه طور تاليف جو مطالبو هڪ فرض ڪفايه هو، جو سڀني سنڌين تي فرض هو. خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته محترم ڏيپلائي صاحب ان فرض ڪفايه کي تمام سهڻي نموني ۾، ناول جي صورت ۾ ادا ڪيو آهي.

”سانگهڙ“ ناول ۾ حر تحريڪ جي ڀرپور ترجماني ۽ عڪاسي موجود آهي. منجهس پير صاحب جي بلند حوصلگي، مجاهدانه ڪردار، ۽ حرن جي ٻڍن ۽ ٻارن، نياڻين ۽ زالن جي بهادرانه مقابلن، ڪير پياڪ مائرن جي ايثار ۽ ڪنوارين جي سهاڳ جي قرباني، سنگينن ۽ گولين جي ڇاڇن ۾ نماز عشق جي ادائگيءَ جا ولوله انگيز ۽ روح پرور نظارا ملن ٿا. چند اقتباس مثال طور پيش ڪجن ٿا:

_ ”اسين اوهان مان اهي شخص طلب ڪريون ٿا، جيڪي پنهنجو سر اسان لاءِ وقف ڪن، ۽ جنهن به مهل اسين آواز

ڏيون، هو يڪدم اهو پنهنجن هٿن سان لاهي ڪٽي اسان اڳيان رکن: اهڙن شخصن کي اسين ’غازي‘ سڏيندا‌سين.....“

_ ”الحمدالله، اڄ اهو وقت قريب اچي ويو آهي جو اسان کي غلام بنائيندڙ انگريزن جي حڪمرانيءَ تي اسين هڪ ڀرپور وار ڪريون، سندن پير هن سر زمين تان اُکيڙي ڇڏيون....“

_ ”جن سر فروشن جو نالو اسان ’غازي‘ رکيو آهي، تن جو اهوئي فرض ٿيندو ته جڏهين به ڪين ’وطن‘ جي آزاديءَ لاءِ سڏ ٿئي، تڏهن اهو نعرو لڳائي اچي حاضر ٿين ته ’وطن، يا ڪفن!‘“

_ ’تون ته منڊو آهين، پوءِ غازي ڪيئن ٿو بنجين؟‘

_ ’سر ڏيڻ جو هوڪو آهي، حضور، پڇڻ جو پروگرام ڪونهي، جنهن ۾ منڊا منجهي پوندا....!‘

_ ”’ٻچڙا، هيءَ ٿڄ ته قدرت تولاءِ پيدا ڪئي آهي، پر هينئر ڏيڻ جو وقت ڪونهي: جي جهاد مان جيئري موٽيس ته اچي پيئاريندي‌سانءِ، نه ته بهشت ۾ اچي پيئج!‘.....“

_ ”’پٽڙا، جهاد لاءِ نڪرڻ جو هوڪو لڳو آهي، هاڻي سهرا لاهي وردي پاءِ‘...

_ اوچتو ڪنوار به وردي پائي، گهوٽ ڪان به وکون اڳتي نڪتي.... ’چو ٿيون پڇايو پنڌ پيرا، وو پيرا، واٿون وندر جون وڻ به ڏسيندا‘....“

_ ”’’چا، اهو سچ آهي ته انگريزي ملٽريءَ اوهان جي هڪ ارب رپين جي ملڪيت لُٽي آهي؟‘

’پيو تڏهن ڪو ڪوڙ به آهي چا؟.... گڏه هليا ويندا ۽ ڏپ وري مورجي پوندا ....

اسان جو وطن، صحيح يا غلط، پر اسين هر حالت ۾ ان جا وفادار آهيون!‘.....“

”سانگهڙ“ سنڌ جي مجاهدانه تاريخ جو اهو باب آهي، جنهن تي اهل سنڌ کي فخر ڪرڻ جو حق حاصل آهي. ڪاش، ان بينظير تحريڪ تي عالمانه ۽ محققانه نموني ۾ تحقيق ڪئي وڃي.

اسين سنڌ جي هر باشعور شخص کي هن ناول جي مطالعي لاءِ سفارش ڪريون ٿا. هيءُ ناول اسان جي غيرت ۽ عظمت جو شاهڪار آهي _ ( غ - م - گرامي)

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/mehran/Book70/Book_page19.html